# خزينة المخطوطات

(سنڌ جي قديم ڪتب خانن ۾ موجود قلمي نسخن جون فهرستون)

مرتب

مخدوم سليم الله صديقي





سنڌي ادبي بورڊ

# خزينة المخطوطات

(سنڌ جي قديم ڪتب خانن ۾ موجود قلمي نسخن جون فهرستون)

## جلد - 1


نگران اعليٰ

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو

مصحح ۽ معاون

ڊاڪٽر مولانا محمد ادريس السندي

مرتب:

**مخدوم سليم الله صديقي**





**سنڌي ادبي بورڊ**

ڄام شورو سنڌ

2006ع

ڇاپو پهريون    جنوري 2006ع    تعداد هڪ هزار

[هيءُ ڪتاب بورڊ طرفان تيار ڪيل اشاعتي رٿا موجب سنڌ حڪومت جي ساليانيترقياتي پروگرام تحت خصوصي طور شايع ڪيو پيو وڃي. ڪتاب جي اشاعت لاءِ مالي وسيلا سنڌ حڪومت طرفان مالي سال 06-2005ع جي بجيٽ مان فراهم ڪيا ويا.]

قيمت: پنج سؤ پنجاهه رپيا
[ Price Rs. 550 -00 ]

خريداريءَ لاءِ رابطو:

**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**

تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)
Email Address: sindhiab@yahoo.com
Website: www.sindhiab.com

---

هيءُ ڪتاب يادگار پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه جي نگرانيءَ ۾ ڇپيو ۽ انعام الله شيخ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي پڌرو ڪيو.

# مخطوطات ڪتبخانو پير جهنڊو - سعيد آباد

## (مخزونہ نيشنل ميوزم، ڪراچي)

درگاهه شريف پير جهنڊو جي مخطوطات جي بيان ۾ تفصيل سان لکيل آهي تہ پير جهنڊو جو ڪتبخانو ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. هڪ پير جهنڊو ۾ رهيو، ٻيو درگاهه شريف پير جهنڊو (لڳ پير جهنڊو) ۾ منتقل ٿيو. پير جهنڊو وارو ڪتبخانو 1980ع ۾ نيشنل ميوزم ڪراچي وارن خريد ڪيو. اهي مخطوطات نيشنل ميوزم ۾ علحده رکيل آهن. انهن جي فهرست بہ عليحده ٺهيل آهي. (جيڪا هت پيش ڪئي وڃي ٿي)

انهيءَ ٺهيل فهرست مطابق مذڪوره ذخيري ۾ مخطوطن جو تعداد 861 آهي، پر حقيقت ۾ انهن ڪتابن جو تعداد انهيءَ کان گهڻو مٿي آهي. منهنجي خيال ۾ جيڪڏهن صحيح نموني سان فهرست ٺاهجي ۽ هرهڪ ڪتاب جو عنوان الڳ ڏجي تہ اهو تعداد 1200 کي پهچي سگهي ٿو. ڇا جي ڪري تہ هن موجوده فهرست ۾ ڪافي مجموعات بہ آهن، جن ۾ ڪيترائي ڪتاب/ رسالا هڪ جلد ۾ مجلد ٿيل آهن. پر فهرست ۾ نالو صرف پهرئين ڪتاب جو ڏنو ويو آهي. حالانڪ ان جي اندر ٻيا بہ ڪيترائي ناياب رسالا شامل آهن.

اسان جو مستقبل ۾ پروگرام آهي تہ انهن مخطوطن جي فهرست نئين سر مرتب ڪئي ويندي. ان شاءَ الله.

هن ڪتبخاني جي خصوصيت هيءَ آهي تہ: هن ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليہ جي عظيم ڪتبخاني جي بقاياجات بہ شامل آهي، جنهن کي پير جهنڊو جي پير صاحبان، ننگر ٺٽي مان حاصل ڪيو هو. اهڙا ڪافي مخطوطات هن ذخيري ۾ موجود آهن، جن تي مخدوم محمد هاشم ٺٽوي يا ان جي پوٽي مخدوم محمد ابراهيم ٺٽوي جون مهرون لڳل آهن يا تملڪات لکيل آهن ۽ ڪجهہ مخطوطن تي سندن تعليقات بہ آهن.

- محمد ادريس السندي

# چپائيندڙ پاران

سنڌو ماٿري قديم دور کان علم، ادب ۽ ثقافت جو مرڪز رهي آهي. هن علائقي جا قديم شهر ۽ ڳوٺ ديبل، منصوره، سيوهڻ، پاٽ ۽ ٺٽو انهيءَ ڏس ۾ واضح دليل طور پيش ڪري سگهجن ٿا. اسلام کان اڳ چيني سياحن ۽ ان کان پوءِ مسلمان سياحن هتان جي علم ۽ عالمن جي تعريف پنهنجن پنهنجن سفرنامن ۾ ڪئي آهي.

انهيءَ تسلسل ۾ عرب جي سرزمين تي آيل اسلامي انقلاب جا اثرات سنڌ ۽ سنڌ واسين تي ڪجهه اهڙي انداز ۾ ظاهر ٿيا جو مڪتبن، مدرسن ۽ خانقاهن ۾ تعليم ڏيندڙ عالمن زندگيءَ جي ڪيترن ئي شعبن سان لاڳاپيل موضوعن تي پنهنجون عظيم تحريرون ڇڏيون. جن ۾ ڪيتريون ته ايڏيون مشهور ٿيون جو سنڌ جي حدن مان نڪري بغداد بلڪ پوري اسلامي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڃي پهتيون ۽ سندن ڪيترائي نسخا تيار ٿيا. سنڌي عالم جهڙوڪ: ابوعطا سنڌي، ابو ضلع ضالع منصوري، ابو معشر سنڌي، ابو عبدالملڪ محمد بن ابو معشر سنڌي، امام اوزائي عبدالرحمان بن عمرو، حافظ ابو محمد خلف بن سالم سنڌي، ابو نصر فتح بن عبدالله سنڌي جهڙن سنڌي عالمن عالم اسلام ۾ نالو ڪڍيو.

سنڌ جي مقامي حاڪمن سمن ۽ سومرن جي دور ۾ سنڌ ۾ پڻ وڏا وڏا محدث ۽ بلند پايه عالم پيدا ٿيا. مدرسن جو رواج عام ٿيو. ٺٽي، سيوهڻ، پاٽ ۽ ٺلٽيءَ جي مدرسن جڳ مشهوري حاصل ڪئي. هتان جي عالمن جي هاڪ ٻڌي، عرب، خراسان ۽ ايران جا عالم فاضل لڏي اچي سنڌ ۾ رهيا. اهڙي طرح هتان جي ڪجهه عالمن هندستان ۾ وڃي علم ۽ فيض جي پالوٽ ڪئي. برهانپور ۾ موجود سنڌي پوره اڄ به سنڌي عالمن جي علم دوستيءَ جي تاريخ پنهنجي سيني ۾ سانديو اچي.

اڳتي هلي ارغونن، ترخانن، ڪلهوڙن، ٽالپرن ۽ انگريزن جي دور ۾ سنڌ دنيا کي هزارين عالم، شاعر، اديب ۽ صوفي پيدا ڪيا. جن جي ڏاهپ ذريعي سنڌ جو هر واهڻ، هر ڳوٺ ۽ هر شهر سندن فيض سان واسجي ويو. اهوئي سبب آهي جو سنڌ جي ڪتب خانن ۾ موجود علمي خزاني سبب اڄ به اسين فخر سان ڳاٽ اوچو ڪري سگهون ٿا. انهن عالمن سڳورن جا سوين بلڪ هزارين شهه پارا قلمي صورت ۾ اڄ به خانگي ۽ سرڪاري ڪتبخانن ۾ موجود آهن.

انهن قيمتي مخطوطات/نسخن متعلق معلومات ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب ڪٺي ڪرڻ شروع ڪئي. جنهن کان پوءِ ڊاڪٽر محمد ادريس السنڌي الڪنڊياروي صاحب ان ڏس ۾ ڪجهه ڪتب خانن جون فهرستون جديد تقاضائن کي نظر ۾ رکندي جوڙڻ شروع ڪيون. ان کان علاوه مخدوم سليم الله صديقي صاحب سرڪاري ڪتب خانن جون فهرستون گڏ ڪيون. انهن مان ڪجهه فهرستون ته بلڪل نئين سنئين طرح تيار ڪيون ويون. جو ڄڻ اهي لائبريرين ۾ موجود ڪتابن سان ٺهڪي ايندڙ نه هيون. بورڊ

طرفان مخدوم سليم الله صاحب کي ئي هن ڪتاب جو مرتب مقرر ڪيو ويو، جيڪو ڪم پاڻ انتهائي سخت محنت ۽ جفاڪشيءَ سان سرانجام ڏنائون. جڏهن ته محترم ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو صاحب هن سڄي پروجيڪٽ جو روح روان ٿي نگراني ڪندو رهيو ۽ نيٺ ڪم کي توڙ پهچائڻ ۾ سوڀارو ٿيو. مان انهن صاحبن جو نهايت ئي ٿورائتو آهيان.

جيتوڻيڪ هيءُ هڪ اهم ۽ تاريخي نوعيت جو ڪم آهي، پر ان ۾ ڪي نه ڪي ڪمزوريون رهجي ويون هونديون. باوجود ڪمين ۽ ڪوتاهين جي سنڌي ادبي بورڊ ان ڳالهه تي بجا فخر محسوس ڪري ٿو ته سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ موجود قلمي نسخن جو پتو لڳائي، پهريون دفعو انهن نسخن جون فهرستون علم جي پانڌيئڙن آڏو پيش ڪيون پيون وڃن. يقينن اهو ڪم مڪمل نه ٿيو آهي پر هڪ پُر اميد ۽ خوش آئينده شروعات ضرور ڪئي وئي آهي. اُميد ته اسان جي هيءَ شروعاتي ڪوشش قبول پوندي.

انعام الله شيخ
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو، سنڌ
اڱارو ٢٠ - ذي الحج ١٤٢٦هه
بمطابق 21 - جنوري 2006ع

# پيش لفظ

ٻي صدي هجري (8- عيسوي) ۾، سنڌ ۾ اسلام جي روشني ۾، مسجدن ۽ مڪتبن ۾ تعليم ۽ تربيت جو سلسلو شروع ٿيو. جنهن ۾ پڙهڻ ۽ پڙهڻ سان گڏ لکڻ ۽ سهڻو ڪري لکڻ کي خاص اهميت ڏني وئي. هن نئين نظام تعليم جي بنيادي درسگاهه جو نالو ئي "مڪتب" مشهور ٿيو. يعني "لکڻ جي جاءِ". 'مڪتب' کان پوءِ اعليٰ تعليم لاءِ مدرسا قائم ٿيا. جن ۾ 'ڪتاب' ۽ 'ڪتابت' (خوش خطي) کي وڏي اهميت ملي ۽ باقاعدي ڪتب خانا قائم ڪيا ويا. وقت گذرڻ سان، ڪتب خانو هر مڪتب ۽ مدرسي جو لازمي جز بڻيو. عالمن، حاڪمن ۽ ٻين پنهنجا ذاتي ڪتب خانان قائم ڪيا.

سنڌ ۾، انگريزن جي قبضي کان اڳ، پنهنجي آزادي واري دور ۾، مڪتبن، مدرسن ۽ ڪتب خانن جو وڏو وسيع نظام هو. جيڪو انگريزن جي قبضي واري هڪ سؤ سالن جي دور (1832-1947ع) ۾ ختم ٿي ويو. مڪتب ۽ مدرسا ٻيهي ويا ته ڪتب خانا به اجڙي ويا. غلامي واري دور ۾، پنهنجي تعليمي تهذيبي ورثي تي ناز ڪرڻ ته خير، پر پنهنجن ڪتابن جي نالن وڃڻ وارا به ڪي ٿورا وڃي بچيا. 1950ع کان پوءِ، سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب تي تحقيق ڪندي، مون ڪن مدرسن ۾ عالمن جا اجڙيل ڪتب خانا ڏٺا ته افسوس ٿيو ۽ انهن بابت لکيو. خاص طرح چوٽياري ۽ ولهار جي مدرسن جي باقي بچيل ڪتابن جون لسٽون شايع ڪيون. اهو ٿورو ڪم هو ۽ وڌيڪ جي ضرورت هئي، جنهن جي شروعات هن ڪتاب جي اشاعت سان ٿي رهي آهي.

محترم ڊاڪٽر عبدالغفار سومري جي ڪوشش سان مالي مدد ملي ۽ هن ڪم جي شروعات ٿي. مولوي محمد ادريس سومري صاحب جي ڪاوش سان ڪجهه قلمي ڪتابن جون فهرستون دستياب ٿيون ۽ مخدوم سليم الله صديقي جي محنت سان هي ڪتاب مرتب ٿيو. اهي ٽيئي سائين احترام ۽ شڪريي جي لائق آهن.

هي ڪتاب سنڌ جي علمي ۽ تعليمي عظمت جو نشان آهي. البت هي هڪ ابتدائي ڪوشش آهي، جنهن جي تڪميل لاءِ اميد ته ٻيو جلد به شايع ٿيندو. سونَ تي سهاڳو تڏهن ٿيندو، جڏهن هن ذخيري جي علمي مطالعي سان وڌيڪ معياري ڪتاب شايع ٿيندا.

خادم العلم

**ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ**

16- شوال المڪرم 1426هه

18 نومبر 2005ع

علامه آءِ. آءِ. قاضي چيئر

سنڌ يونيورسٽي

حيدرآباد سنڌ

# مقدمو

انسان جڏهن ٻه ڳالهائي ٿو ته پنهنجن لفظن جي وضاحت لاءِ جسم جي مختلف عضون سان اشارا به ڪري ٿو، ڇڻ هو هوا ۾ نه ڏسڻ ۾ ايندڙ خطاطي ڪري رهيو هجي. اهو سڀ ڪجهه مخاطب آڏو ٿئي ٿو. جيڪو اوهان جي سامهون موجود آهي، پر جيڪو غائب هجي، ان جي آڏو هوا ۾ ڪيل خطاطي ڪنهن ڪم جي نه آهي. جتي ٻيا سبب موجود آهن، اُتي غير موجود سان مخاطب ٿيڻ جي احساس پڻ پٽين تي ليکن پاڻڻ ۽ تلم ڪاغذ جي ضرورت ڪي محسوس ڪيو. ٻين لفظن ۾ ائين به چئي سگهجي ٿو ته انسان پنهنجي تهذيب ۽ تمدن جي واڌاري ۽ ان کي ايندڙ نسل لاءِ محفوظ ڪرڻ لاءِ "تحرير" جو سهارو ورتو. غارن ۾ نهيل قديم اُبتيون سبتيون تصويرون تحرير جي ابتدا جا واضح اهڃاڻ سمجهيا وڃن ٿا. تقريبن ڇهه هزار سال اڳ عراق ۾ سميرين جو ميخي خط، مصر وارن جو هيرو گليفي خط ۽ سنڌو ماٿريءَ مان ملندڙ خط، پنهنجي انهيءَ حالت تائين پهچڻ ۾ طويل زمانا ۽ لاها چاڙها ڏٺا. جنهن کان پوءِ مصر وارن هڪ وک اڳتي وڌي جيڪا طرز تحرير ناهي، تنهن کي 'هيريٽڪ' ۽ 'ڊيموٽڪ' جو نالو ڏنو وڃي ٿو، جن مان اڳتي هلي الف- ب جي ابتدائي صورت پيدا ٿي. ڇيو وڃي ٿو ته فنيقي قوم، جيڪا جهازرانيءَ لاءِ مشهور هئي، ان طرز تحرير ٺاهڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. انهن فنيقين کان يونانين ۽ رومين گهڻو ڪجهه پرايو. هاڻي اهو دؤر شروع ٿئي ٿو، جڏهن انسان ننڍڙن جملن ۽ مضمونن ٺاهڻ جي ابتدا ڪري رهيو هو، جيڪي ڪنهن ڪتاب لاءِ ڇڻ اوائلي شڪل فراهم ڪري رهيا هئا. جنهن لاءِ ابتدا ۾ مٽيءَ مان نهيل ننڍيون ۽ پوءِ وڏيون تختيون ايجاد ٿيون. محققن جي راءِ آهي ته نينوا شهر ۾ آشور بانيپال جو مٽيءَ جي تختين وارو ڪتبخانو پهريون ترتيب ڏنل ڪتبخانو آهي، جنهن کان پوءِ هڏا، کلون، ڪاٺيءَ جا ٽڪر ۽ آخر ۾ ڪاغذ ڪتابي دنيا لاءِ انقلابي صورت ۾ ظاهر ٿيو. هاڻي انسان ڪمپيوٽر ۽ C.D طرف وڃي ڇڪو آهي، مگر انساني فطرت جيترو "ڪتاب" مان لطف اندوز ٿئي ٿي، اوتري ڪا ٻي شيءِ اُن جي پورائي ۽ تسلي لاءِ ناڪافي آهي. اُنهن ڪتابن ئي ڪتبخانن ۽ ڇاپخانن جي ضرورت محسوس ڪرائي. ڇاپيل ڪتاب پنهنجيءَ جاءِ تي، پر قلمي ڪتاب پڻ پنهنجي خوبصورتي ۽ فني ڪاريگريءَ سبب ذوق وارن لاءِ هڪ خاص ڌيان جو باعث رهيا آهن.

اسلام کان اڳ پڻ ڪيترن ئي قلمي ڪتابن جي ڪتبخانن جو ذڪر تاريخ ۾ ملي ٿو. مگر الله رب العزت جي ڪلام قرآن حڪيم، انساني تمدن ۾ جيڪو انقلاب آندو، ان جو هڪ وڏو سبب اهو هو جو الحمدلله اُن کي سڀ کان وڌيڪ پڙهيو ۽ لکيو ويو. حتاڪ آيات قرآني کي بنياد بنائي، تفسير، حديث، فقه ۽ ٻين ڪيترن ئي علمن تي قلم آزمائيءَ جو سلسلو جاري ٿيو، جو اڃا تائين آهي. اسين ڪنهن به قوم کي متمدن قوم انڪري چئون ٿا، جو وٽس ڪتاب ۽ ڪتبخانا رهيا. اسلامي دنيا ۾ ڪتبخانن جي قيام جي تاريخي شاهدي ٽين صدي هجريءَ کان ملي ٿي. هارون الرشيد ۽ مامون الرشيد يوناني ۽ هندستاني ڪتابن جي ترجمن ڪرڻ لاءِ "بيت الحڪمت" قائم ڪئي ۽ هڪ عاليشان ڪتبخانو قائم ڪيو، جنهن کان پوءِ ٻين به ڪيترن ئي ڪتبخانن جو ذڪر ملي ٿو. مامون جي ايامن ۾ ڪتب خانا سرڪاري سرپرستيءَ کان سواءِ به عالمن جي ذاتي ڪوششن سان سندن گهرن ۽ مڪتبن ۾ قائم ڪرڻ جو رواج پيو. اهو سلسلو چوٿين صدي هجريءَ ۾ سڄي اسلامي دنيا ۾ عروج تي پهتو. ان دور جو هڪ علمي خزانو اسپين ۾ نظر اچي ٿو، جنهن کي حڪيم مستنصر (المتوفي 336هه) جي ذوق ان حد تائين پهچايو جو ان ۾ چار لک ڪتاب موجود هئا. ساڳئي طرح مصر جي فاطمين جي ڪتب خاني ۾ ڇهه لک ڪتاب ٻڌايا وڃن ٿا. جيئن 381هه ۾

شاپور ابن اَرد شير جو قائم ڪيل ڪتبخانو، وزير ابوالفتح ابن خاقان، علي ابن يحيئ 275ھ جو خزانة الحڪمت ڪتبخانو، مدرسہ نظاميہ جو ڪتبخانو، مستنصر بالله جو مستنصريہ ڪتبخانو، پنهنجي دور جا وڏا ڪتبخانا سمجهيا وڃن ٿا. اُنهن ڪان علاوه ننڍي پيماني تي بغداد ۾ ڪيترائي ڪتبخانا موجود هئا. جن ڪان سواءِ شيراز ۾ عضد الدوله جو وسيع ڪتبخانو، طرابلس ۾ بنو عباس جو ڪتبخانو، جيڪو 5 صدي هجريءَ جو مشهور ڪتبخانو سمجهيو وڃي ٿو. جنهن ۾ ڪيترائي لک ڪتاب موجود هئا. اهڙيءَ طرح خراسان، بخارا، قرطبہ ۽ قاهره پڻ ڪتبخانن جي لحاظ ڪان معروف پئي رهيا آهن. مگر بيان ڪيل سرڪاري ۽ نجي ڪتب خانن ڪي تاتارين جي حملن سبب وڏيک ڏک رسيو. بلڪ ڪيترا تہ هميشہ لاءِ صفحہ هستيءَ تان ختم ٿي ويا.

## قلمي ۽ ڇاپي ڪتابن لاءِ ڪاغذ:

ڇپائيءَ ڪان اڳ واري دور ۾ لکيل قلمي ڪتاب پنهنجي منفرد حيثيت ۽ خوبصورتيءَ سبب هڪ الڳ حيثيت رکن ٿا. انهن جو پنو محدود مقدار ۾ گهرن ۾ ئي تيار ڪيو ويندو هو. ان جي پائيداري اطمينان بخش هوندي هئي. اڄڪلهہ تجارتي بنيادن تي ٺهندڙ پني ڪان اهو ڪيترين ئي ڳالهين ۾ بهتر هو. اهو پنو Fibre يا Linen جو هوندو هو، جڏهن تہ اڄڪلهہ مختلف ڪيميڪلز مان گذاريل Wood Pulp جو ٺهيل اهو پنو آهي، جيڪو ڪجهہ وقت گذرڻ سان ئي پنهنجو اصلي رنگ وڃائي ويهي ٿو. ڪاغذ سان ملندڙ جلندڙ پنو سڀ ڪان پهريائين مصر جي ماڻهن استعمال هيٺ آندو. اهو حقيقت ۾ هڪ ٻوٽيءَ جو نالو ٿئي ٿو، جيڪو نيل نديءَ جي ڪناري عام جام ٿيندو هو. ان ٻوٽيءَ کي انگريزي ۾ "پيپر" جو نالو ڏنو ويو. سنڌيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ لفظ "پني" جو بنياد پڻ اُهوئي آهي. ننڍي کنڊ ۾ وري "ڀوج" نالي وڻ لکڻ جي ڪم آڻڻ سکيا، پر بادشاهن ۽ راجائن جا فرمان گهڻو ڪري ٽامي ۽ پٿرن تي اڪريل مليا آهن. جديد ڪاغذ جي ٺهڻ جي تاريخ تقريبا 1900 سال اڳ چين ۾ ٿي، جڏهن "سائلون" پراڻن ڪپڙن جي اڳرين کي آلو ڪري ان مان ڪاغذ ٺاهڻ جي ابتدا ڪئي. انين صديءَ ۾ جڏهن عربن سمرقند تي فتح حاصل ڪئي تہ اُنهن چينين جي ان فن مان پرايو. يورپ ٻارهين صديءَ عيسويءَ ۾ ڪاغذ ٺاهڻ جي ابتدا ڪئي، پر اهو سڀ محدود پيماني تي پئي ٿيو. انساني آباديءَ جي وڌڻ ۽ اسلامي انقلاب ڪان پوءِ تعليم جي ڦهلاءَ سبب ڪاغذ جي گهرج ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿيڻ لڳو. جيڪو گهڻو ڪري مقامي طرح ٺهندڙ ڪاغذ مان پورو ڪيو ٿي ويو. اهو بہ رنديءَ وارا ماڻهو ئي ٺاهي ۽ خريد ڪري ٿي سگهيا. پر ان جي پائداري ۾ ڪو شڪ ڪين ڪجهي، ٻہ سوين سال گذرڻ ڪان پوءِ بہ اهي ڪاغذ پنهنجن سينن تي لکيل اکرن کي سانڍيو اچن ٿا.

ڪاغذ کي وڏي پيماني تي تيار ڪرڻ لاءِ ڪاٺ مان جرمني جي فريڊرڪ ڪيلر 1845ع ڌاري اهڙي مشين ٺاهي، جيڪا تجارتي بنيادن تي ڪاغذ ٺاهي سگهي پئي. پوءِ ان ۾ طرحين طرحين اضافا ٿيندا ويا. تان جو اڄ خودڪار مشينون ۽ وڏا ڪارخانا ٺهي ويا آهن.

## ڪاغذ ٺاهڻ:

ڪاغذ هٿ سان ٺاهجي يا مشين ذريعي، طريقو ساڳيو ئي ٿئي ٿو. مگر مشين ذريعي وڏي پيماني تي گهٽ وقت ۾ پيداوار ٿئي ٿي. ڪاغذ گهڻو ڪري ڪاٺ، سُڪل ڪاهہ، ڪپڙي جي ٽڪرن ۽ ڪپهہ وغيره مان ٺاهيو وڃي ٿو. جنهن خام مال مان ڪاغذ ٺاهڻ مقصود هوندو آهي، ان جا ننڍا ٽڪرا ڪري گند صاف ڪيو ويندو آهي، جنهن بعد بوائلر ۾ ڪاسٽڪ سوڊا ۾ ڪاڙهيو ويندو آهي، تان جو نرم ٿي وڃن. جنهن بعد ان کي ڌوئي هڪ دفعو وري بليچنگ پائوڊر ۾ ٺهڪائبو آهي، جيئن اُن جو رنگ ختم ٿي وڃي. ان ڪان پوءِ ان ٻي ڳر ڪڍي ويندي آهي. جيڪڏهن ڪاغذ کي رنگين ٺاهڻ مقصود هوندو آهي تہ اهو اُنهيءَ وقت اُن ۾ ملائبو آهي. ان بعد ان کي مستطيل قسم جي فريم ۾ وجهي مٿئين سطح کي هموار ڪبو آهي. انهن فريمن کي هائڊرولڪ پريس ۾ منتقل ڪري مٿان داب وجهي پاڻي الڳ

ڪري سُڪڻ لاءِ رکيو ويندو آهي. همواريت لاءِ ٽامي جي چادرن جي رولرن جي وچ ۾ رکي داٻ هيٺ آندو ويندو آهي ۽ gelatin پالش ذريعي اُن ۾ finishing آندي آهي.

## قلم جي ڪاريگري:

جڏهن ڪاغذ جي نهڻ ۽ استعمال ڪرڻ جو ذڪر اچي ٿو ته قلم ۽ ان جي ڪاريگري اکرن جي صورت ۾ ظاهر ٿي هڪ الڳ فن جو احساس ڏياريندي پنهنجي وجود جي روشني سان هر پڙهندڙ جي اندر کي روشن ڪندي رهي ٿي. اکر، جيڪي اوائلي انساني تاريخ ۾ تصويرن جي انداز ۾ لکيا ويندا هئا، "تصويري خط" جي نالي سان ياد ڪيا وڃن ٿا. تصويرن وارو خط ڪنهن هڪ مخصوص ماڳ يا ملڪ سان تعلق نه ٿو رکي، بلڪ آثار قديمه جي کوٽاين ان ڳالهه جا ڪافي ثبوت مهيا ڪيا آهن ته اُهو ڪيترن ئي ملڪن ۾ رائج ٿو. مثال طور مصر ۾ هيرو گليفي ۽ هيريٽڪ، دجله ۽ فرات جي علائقي ۾ سوميري، بابلين جو اڪادي خط، ۽ ايشيا ڪوچڪ ۾ خط حطي. مگر انهن سڀني ۾ بهترين مصرين جو خط آهي. حروف تهجي جي ايجاد جا اوائلي اهڃاڻ قديم فينقين سان تعلق رکن ٿا. جيڪي سامي النسل هئا. انهن مان ئي مختلف خطن جو تسلسل (يعني آرامي، ڪروشي، پهلوي، براهمي ۽ عربي) ملي ٿو.

سنڌ وارن جو موجوده خط ۽ خطاطي "عربي خط" سان منسلڪ آهي، ان ڪري اسين ان تي ئي بحث ڪنداسون.

هڪ روايت موجب عربي رسم الخط نبطين جي ايجاد آهي. جڏهن ته ڪجهه ان راءِ جا آهن ته سرزمين حيره ۽ انبار ۾ اُها نهي ۽ وڌي. انهن علائقن ۾ نهندڙ ان خط کي "خط ڪوفي" انڪري چيو ويندو آهي. جو جڏهن اهو خط عام ٿيو ته ڪوفو ان وقت علمي مرڪز بڻجي چڪو هو. جڏهن ته انبار ۽ حيره غير معروف ۽ ننڍڙا شهر هئا. پر اهو به واضح هجي ته اسلام جي ابتدائي دور ۾ جيڪو خط استعمال ۾ هو. اهو خط انبار هو يا حيره. پر اهو ان خط کان ٿورو مختلف ضرور هو. جيڪو ٻي صدي هجريءَ ۾ خط ڪوفي جي نالي سان مشهور ٿيو. جو جو جنهن خط کي خط ڪوفي قديم سڏيو وڃي ٿو. ان جو الف ٽيڏو ۽ اُن ۾ نقطا به ڪونه هئا. اسلام جي اوائلي ڏينهن جون لکٿيون ان خط ۾ ئي نظر اچن ٿيون. ابن نديم جي چوڻي ته حيره ۽ انبار کي جنهن پهرئين شخص حجاز ۾ متعارف ڪرايو، اهو ابو قيس بن عبد مناف بن زهره هو.

"بلوغ ادب" ۾ چاڻايل آهي ته اڪيدر بن عبدالملڪ (جنهن کي دومة الجندل به چوندا آهن) جو ڀاءُ بشير بن عبدالملڪ عراق ۾ تجارت جي سانگي ايندو ويندو هو. جنهن هتي فن خطاطي سکي ۽ حرب بن اميه سان گڏجي ان کي مڪ مڪرمه ۾ عام ڪيائين. ان بشير بن عبدالملڪ حرب جي ڌيءَ ۽ ابو سفيان جي ڀيڻ سان شادي ڪئي. بشير بن عبدالملڪ ۽ ابو سفيان کان جن تحرير جو فن سکيو، ان ۾ حضرت عمر فاروق رضي الله عنه، حضرت عثمان غني رضي الله عنه، حضرت علي ڪرم الله وجهه، طلحه بن عبدالله، ابو عبيده بن الجراه ۽ معاويه رضي الله عنه جا نالا ملن ٿا.

فينشين يا فيفشين کان شروع ٿيندڙ تحرير جو اهو فن زماني جي مختلف لاهن چاڙهن کان ٿيندو ان ماڳ تي اچي ديرو ڄمايو. جتان اُن کي نه صرف لازوال شهرت ماڻي هئي، پر الله رب العزت جي ڪلام مبارڪ لاءِ پنهنجو پاڻ کي پيش ڪرڻو هو. اهڙيءَ طرح ان "خط ڪوفي" اڳتي هلي هڪ الڳ خطاطي جي تاريخ تحرير ڪئي.

حضرت عمر بن عبدالعزيز رح کان روايت آهي ته حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن فرمايو ته "حضرت اسماعيل عربي زبان جو پهريون خطاط آهي." تاريخي حوالا ان ڳالهه ۾ ڪافي ثابتيون ڏين ٿا ته عربي خط نبطي خط مان ئي نڪتل آهي ۽ نبطي قوم حضرت اسماعيل عليه السلام جو ئي اولاد معلوم ٿئي ٿي.

عربي رسم الخط ۽ خطاطي جي تاريخ، جيڪا صدين تي ڦهليل آهي. سوميرين ۽ مصرين کان فينقين، نبطين ۽ حيره انبار کان حجاز جي سفر دوران عربي خط هڪ ڊگهو سفر طئي ڪيو آهي. ان ڪري اهو چئي سگهجي ٿو

تہ عربي رسم الخط گهڻو پوءِ جي پيداوار نہ آهي، بلڪ انهن صدين تي مشتمل ڪيترين ئي ارتقائي منزلون طئہ ڪيون آهن. جنهن ڪري ان کي مختلف دؤرن ۾ مختلف نالن سان سڏيو ويو آهي.

خطاطيءَ جي فن جي جديد دور جو آغاز رسول خدا ﷺ جي متبرڪ حياتيءَ ۾ ئي ٿي چڪو هو. ان دور جي چاليهن ڪاتبن جو ذڪر تاريخ ۾ موجود آهي. جن ۾ حضرت عمر، حضرت عثمان، حضرت علي، طلحہ، خالد بن سعيد، عبدالله بن سعد، زبير بن عوام جا نالا سر فهرست آهن. عورتن ۾ حضرت بيبي خديجه رضي الله عنها ۽ ام المؤمنين حضرت حفصه رضي الله عنها ڪتابت جي فن کان واقف هيون. نبوت جي وقت خط ڪوفي قديم رائج هو، جنهن کي 'خط حيري' بہ چون ٿا. پاڻ سڳورن ﷺ جڏهن 6 هجري (628ع) ۾ مختلف حاڪمن ۽ سردارن جي نالي تبليغي خط موڪليا تہ اهي بہ ان ڪوفي خط ۾ هئا. جيڪو غير منقوط ۽ غير اعرابي هو. انهن خطن لاءِ مشهور آهي تہ سن 7 هجري ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه جا لکيل آهن.

پاڻ ڪريم ﷺ جن سان اصحابن سڳورن جي عشق ۽ قرآن حڪيم سان عقيدت وحي جي ڪاتبن لاءِ اهڙا مضبوط بنياد فراهم ڪيا، جو فن خطاطي چشمي وانگر سندن دلين جي گهرائيءَ مان ڦٽي نڪتو. حضرت علي ڪرم الله وجهه جي زماني تائين قرآن حڪيم جي ڪتابت اعرابن ۽ نقطن کان سواءِ ٿيندي رهي. حضرت علي ڪرم الله وجهه پنهنجي هڪ شاگرد ۽ ان زماني جي ماهر لسانيات ۽ خطاط ابو الاسود کي ان ڪم لاءِ مقرر ڪيو. ابوالاسود المتوفي 69 هه اعرابن ڏيڻ ۾ انهيءَ اصول کي سامهون رکيو تہ جن حرفن جي ادا ڪرڻ سان وات کُلي وڃي، انهن جي مٿان هڪ نقطو لڳايو وڃي. اهڙيءَ طرح وات جي ادائگيءَ جي حساب سان نقطا لڳايا ويا ۽ انهن نقطن کي اعراب طور استعمال ڪيو ويو. سندس ناهيل مول متا ۽ اصول ررندڙ اڏ صديءَ تائين رهنمائي ڪندا رهيا. هيءُ اهو شخص آهي، جنهن پهريون دفعو عربي ٻوليءَ جي صرف ۽ نحو جا قاعدا ۽ قانون پڻ وضع ڪيا. اموين جي خلافت جي دور ۾ اسلامي دنيا جون حدون جيئن جيئن ڦهلجنديون ويون، تيئن عربي تلفظ جي صحيح ادائگي ۾ عجمين لاءِ مسئلو پيدا ٿيو. جيئن ج، ح، خ ۽ ان زماني تائين انهن جي لکڻ ۾ ڪوبہ فرق نہ هو. عربي ڄاڻندڙ تہ ان جي فرق کان واقف هئا، پر عجمين لاءِ اهو اوکو ڪم هو. خليفي عبدالملڪ، حجاج بن يوسف کي اهو ڪم سونپيو. جنهن لسانيات جي ٻن ماهرن نصر ۽ يحيٰ کي ان ڪم تي مقرر ڪيو، جن حرفن تي نقطا ڏئي هڪ ٻئي کان الڳ ڪيو. الاسود جي ڏنل اعرابن ۾ فرق ان طرح واضح ڪيو ويو، جو اعراب جي نقطن کي مختلف رنگ ڏنا ويا. اهو طريقو پڻ ورندڙ پنجاهہ سالن تائين ڪاميابيءَ سان هلندو رهيو.

## عباسين جي خطاطي:

اموين جي زوال کان پوءِ مسلم دنيا جي مرڪزيت بغداد کي حاصل ٿي. انهيءَ زماني ۾ خطاطيءَ جو فن پنهنجي آب و تاب سان مسلمانن جي مڪمل ۽ مڪيہ سجاوٽ بڻجي چڪو هو. عباسين جي اوائلي زماني ۾ هن فن جو پهريون استاد ضحاڪ بن عجلان نظر اچي ٿو. جنهن ان فن ۾ نواڻ آنديءَ ۽ نيون راهون متعين ڪيون. خليفي هارون الرشيد کان ٿورو اڳ خليل بن احمد نحوي نہ صرف ڪوفي خط ۾ اصلاحات جي وسيلي ان کي وڌيڪ خوبصورت بڻايو. بلڪ رسم الخط، اعراب ۽ منقوط حرفن کي صوتي اثرن جي روشنيءَ ۾ لفظن ۽ آوازن ۾ هم آهنگي پيدا ڪئي. ان ۾ پوءِ مصورانہ نقشا چٽڻ جي فن کي علي بن حمزه ڪسائي نحوي ڪمال تائين پهچايو. هن جي اڻٿڪ ڪوشش سان ئي خط ڪوفي قديم کي خط ڪوفي جديد جو نالو مليو. ڪسائي هارون الرشيد جو استاد هو ۽ 182هه ۾ وفات ڪان اڳ آيتن جي ڪتابت جا ڪيترائي شهپارا ڇڏيائين. چوٿين صدي هجريءَ جي اوائل ۾ خط ڪوفي ڇانيل رهيو، پر واضح رهي تہ ان وقت تائين نامور خطاطن جي هڪ ڊگهي لسٽ موجود آهي. چوٿين صديءَ جي اوائل ۾ ڇهن نون خطن ڪوفي خط جي اثر کي گهڻو زڪ پهچايو. 272هه ۾ ابن مقلہ پيدا ٿيو. جنهن خطاطيءَ جي نظام ۾ ايتري تہ نواڻ آندي جو ان جو اثر ايندڙ ڪيترين ئي صدين تائين قائم رهيو. ابن مقلہ پهريون شخص آهي، جنهن خطاطيءَ جا

قاعدا ۽ قانون وضع ڪيا. هن گرامر ڪي بيهر ترتيب ڏني. اعراب ثلاثه، جزم، تشديد ۽ تنوين ڪي درست مقام ڏنو. ابجد جي حرفن جي نئين ترتيب متعين ڪئي، جيڪا: ا، ب، ت، ث، ج، ح، خ وغيره جي موجوده طرز آهي.

خطاطي ۾ سندس سڀ کان وڏو ڪارنامو ڇهن نون خطن جي ايجاد آهي: ثلث، نسخ، توقيع، رقاع، محقق ۽ ريحان. خط نسخ تمام جلد غير معمولي مقبوليت حاصل ڪئي ۽ قرآن حڪيم جي خطاطيءَ ۾ نسخ ڪوفي جي جڳهه ورتي لڳو ۽ موجوده زماني تائين خط نسخ قرآن حڪيم لاءِ مخصوص ٿي ويو آهي. عربي ٻوليءَ ۾ بيشتر قلمي نسخا ان خط ۾ ئي نظر اچن ٿا. پر جڏهن خطاطيءَ ۾ آرائش ڏيڻ جي ضرورت محسوس ٿيڻ لڳي ته خط ثلث ڪي استعمال ڪيو وڃي ٿو. عباسين جي زوال واري دور ۾ به اسان کي وڏن ڪاتبن جا نالا ملن ٿا، جيئن الموصلي ۽ المستعصمي.

جمال الدين يعقوت المستعصمي آخري عباسي خليفي مستعصم بالله (1242-1258) جي دربار سان لاڳاپيل هو. هن نسخ خط ۾ واڌارا آندا ۽ ان ۾ خوبصورتي پيدا ڪئي. بلڪ ائين ڪٿي چئجي ته هن خط نسخ کي ان جي تڪميلي حدن تائين پهچايو. جنهن ۾ بعد جي دور ۾ ڪو به اضافو نه ٿي سگهيو آهي. سندس ڪتابت ٿيل قرآن حڪيم جو نسخو نئشنل ميوزم ڪراچي ۾ محفوظ آهي. سندس شاگردن ۾ شيخ احمد عمادالدين السهروردي، ارغون ڪابلي، يوسف مشهدي، مبارڪ شاهه، سيد حيدر ۽ مير يحييٰ شهرت ورتي. شيخ أحمد عماد الدين سهروردي نسخ ۽ محقق ۾ چڱو نالو ڪڍيو. هن جو والد شيخ الشيوخ عمر بن محمد شهاب الدين السهروردي (1234 المتوفي) يعقوت المستعصمي جو مرشد هو. شيخ احمد عمادالدين السهروردي جو ڪتابت ٿيل قرآن حڪيم جو نسخو ۽ "آداب المريدين" نئشنل ميوزم ڪراچي ۾ محفوظ آهن، جيڪي ڪتابت جي لحاظ کان شاهڪار سمجهيا وڃن ٿا.

## خط نستعليق:

خليفي مامون الرشيد جي ايامڪاريءَ ۾ خراسان علم و فن جو مرڪز بڻجي ويو هو ۽ آهستي آهستي عالمن ۽ ماهرن اوڏانهن جو رخ رکيو، جنهن سان نه رڳو ايران جو مذهب متاثر ٿيو، بلڪ زبان، رسم الخط، ادب ۽ ثقافت هڪ نئين رنگ ۾ ابريا. فارسي جو شعري نظام (علم عروض) سچو عربي تان ورتل آهي.

چوٿين صديءَ ۾ جڏهن عرب ۾ ڇهه خط منظر عام تي آيا ته ايران رقاع ۽ توقيع کي ملائي هڪ نئون خط ايجاد ڪيو، جنهن جو نالو تعليق رکيائون. تعليق ۽ نسخ جي خوبين کي گڏ ڪري پهريون دفعو باقاعدگيءَ سان خواجه مير علي تبريزي "نستعليق" ايجاد ڪيو.

## خط شڪسته ۽ شفيعه:

يارهين صدي هجريءَ ۾ خط شڪسته مرتضي قلي شاملو ايجاد ڪيو. اها لکٽي عام طرح دفترن ۾ استعمال ٿيندي هئي، انڪري ان کي روزمره جي استعمال جو خط چيو ويندو هو. مير مرتضيٰ قلي شاملو جي مير منشي شفيعه خط شڪسته ۾ ڪجهه خوبصورتي جا اضافا ڪيا، جنهن سان ان هڪ الڳ خط جي صورت اختيار ڪئي. مير منشيءَ جي نالي جي پٺيان ان کي خط شفيعه جو نالو ڏنو ويو.

## سنڌ ۾ خط ۽ خطاطي:

موهن جي دڙي جي تهذيب کي قديم تهذيبن ۾ اهم حيثيت حاصل آهي. کوٽائين مان مليل مهرن مان ثابت ٿيو ته هتان جي باشندن کي پنهنجي رسم الخط ۽ زبان هئي، ليڪن افسوس جو اُنهن کي پڙهڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪانه ٿي آهي.

پهرئين صدي هجريءَ جي اوائلي سالن ۾ مسلمان تاجرن جو سنڌي ڪنڌ سان واپاري رابطو تاريخ جو ثابت شده باب آهي. ڪجهه محقق ان راءِ جا آهن ته سنڌ ۾ خطاطيءَ جي شروعات 259هه ۽ 394هه جي وچ ڌاري ٿي آهي. ان ڏس

۾ هو پنيور مان مليل پراڻي مسجد مان حاصل ڪيل ڪتبي جو مثال ڏين ٿا. مگر ان ۾ اڃا تحقيق جي ضرورت آهي. ڪنهن هڪ شهر مان لڌل هڪ آثار جي بنياد تي تاريخ کي مڪمل نه ٿو ڪري سگهجي. بنده اڄ کان پندرنهن سال اڳ سيوهڻ شهر جي پسگردائيءَ ۾ چٽني امراڻي ۽ قبرستان "مخدومان سيوهڻ" جي وچ واري ٽڪر تي هڪ اهڙي قبر ڏٺي، جيڪا نئي ۽ چوڪنڊي جي قبرن سان مشابهه هئي. ان تي ڪلمه شهادت ۽ سن 105هه اڪريل هو. ان سان گڏ انهيءَ ئي دور جون اهڙيون ٻيون ٻه پٿر جون ڪجهه قبرون موجود هيون، جن تي پڻ ڪلمه طيبه اڪريل هو. جنهن مان اهو اهڃاڻ ملي ٿو ته سنڌ ۾ خطاطيءَ جو زمانو قريبي آهي. افسوس آهي جو هن وقت ان زمين تي ماڻهو قبضو ڪري گهر ناهيندا پيا وڃن. انهن پٿرن جو ڇا حال آهي، والله اعلم. تازو انهيءَ جي آسپاس تي ٻيا پٿر پڻ ڏسڻ ۾ آيا، جن مان هڪ تي 125 ۽ هڪ تي 135 لکيل آهي. بهرحال ان کي صاف ڪري وڌيڪ تحقيق جي ضرورت آهي. ممڪن آهي ڪجهه انگ دٻيل هجن. تحقيق دوران اسان کي تاريخ جي هيٺين حقيقتن کي نظر ۾ رکڻو پوندو ته حضرت عمر رضي الله عنه جي دور (23هه) ۾ حڪم بن عمر التغلبيءَ جي سالاريءَ ۾ مسلمان سپاهي سنڌوءَ جي ڪناري اچي پهتا. دين جي سربلنديءَ لاءِ جن اصحاب رسول ﷺ سنڌ جي مهم ۾ حصو ورتو، انهن ۾ انصارين جي قبيلي بنو جلد جو عبدالله بن عبدالله بن عتيق آيل هو (جيڪو بصره ۽ ڪوفي جو عامل به رهيو هو) ۽ پنهنجي زماني جو وڏو عالم ۽ خطاط هو. اهڙيءَ طرح عاصم بن عمرو التميمي پڻ سنڌ تي حملي ۾ شامل هو. هو شاعر هجڻ سان گڏوگڏ ڪاتب پڻ هو. هڪ ٻيو خطاط حمار بن العبدي، جيڪو سنڌ جي جاگرافيائي حالتن کان چڱيءَ ريت واقف هو، سو پڻ سنڌ تي حملي ۾ شريڪ هو.

هتي ڄاڻايل چند نالن مان ثابت ٿئي ٿو ته پهرئين صدي هجريءَ جي پڇاڙيءَ تائين سنڌ ۾ نه رڳو مسلمانن جي حڪومت قائم ٿي وئي هئي، بلڪ سنڌ تهذيب ۽ تمدن هتان جي رهواسين کي مڪمل طرح متاثر ڪري چڪو هو. واضح رهي ته مٿي ڄاڻايل شخصن مان اڪثر اصحاب رسول ﷺ هئا. انهيءَ دور ۾ ئي عربي رسم الخط سنڌ جي علمي دنيا جو حصو بڻجندو ويو.

حضرت عمر بن عبدالعزيز جي دور ۾ تدوين حديث جو وڏي پيماني تي ذڪر ملي ٿو. ان دور ۾ سنڌ جي ڪجهه عالمن جو ذڪر پڻ اچي ٿو، جن پنهنجي هٿ سان ڪتابت پڻ ڪئي. جيئن الاوزاعي (م157هه) نجح السنڌي (م 170هه) رجاءَ السنڌي (222هه) محمد السنڌي (م276هه) ۽ خلف السنڌي (م231هه) وغيره. اهي نه رڳو محدث هئا، پر ان سان گڏ خطاطيءَ ۾ پڻ نالو رکندڙ هئا.

ٻي صديءَ کان وٺي چوٿين صديءَ جي شروعات تائين سنڌ ۽ بلوچستان جي وسيع علائقن تي مسلمانن جي اقتدار هڪ طرف اسلام جي پيغام کي عام ڪيو ته ٻئي طرف هتان جي ماڻهن جي رهڻي ڪرڻي، ٻولي ۽ ادب تي پنهنجا اڻ مٽ اثر ڇڏيا. چوٿين صدي هجريءَ جي آخر ۾ سنڌي لکڻيءَ تي عربي صورتخطي پنهنجا اثر واضح ڪرڻ شروع ڪيا ۽ سنڌي اچارن لاءِ عربي الف بي استعمال ٿي. اوائلي وقت ۾ ڏسجي ٿو ته سنڌ ۾ ڪوفي رسم الخط رائج هو. ان ڏس ۾ پنيور جي مسجد جو ڪتبو شاهدي ڏئي ٿو. جڏهن چوٿين صدي هجريءَ ۾ نسخ خط رائج ٿيو ته بعد ۾ سنڌي ٻولي به ان خط ۾ لکي وئي، جا اڄ تائين لکي وڃي ٿي.

## سنڌ ۾ خطاطي:

سنڌ جي اوائلي خطاطي ڪوفي رسم الخط ۾ آهي، جنهن جو اهڃاڻ پنيور جي مسجد مان مليل ڪتبو آهي. ان بعد چوٿين صدي هجريءَ کان نسخ خط بنجي ويو. رچرڊ برٽن پڻ ان ڳالهه جي تصديق ڪري ٿو ته سنڌ جا ڪاتب، نسخ، نستعليق ۽ شڪسته ۾ لکن ٿا.

سنڌ ۾ خط ڪوفي، نسخ ۽ نستعليق کان سواءِ ڪجهه ٻيا به خط ڏسڻ لاءِ ملن ٿا. جيئن خط طغرا. ترڪي ٻوليءَ ۾ طغرا ڪنهن اهڃاڻ کي چئبو آهي. هي خط گهڻو ڪري ناليَ يا دستخط کي ظاهر ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندو

آهي. اهڙيءَ طرح خط گلزار پڻ سنڌ ۾ مروج رهيو. جيئن ته نالي مان ئي ظاهر آهي. هن خط ۾ گلڪاريءَ تي گهڻو زور ڏنو ويندو هو. اهڙيءَ طرح سنڌ جي ڪتبخانن ۾ خط ريحان ۽ خط بهار کان علاوه خط شڪسته يا خط ديواني جا پڻ نمونا نظر اچن ٿا. ڪتابن کان سواءِ مسجدن ۽ مزارن تي سَنهن باريڪ نقطن سان ٺهيل حرفن جي خطاطي پڻ ٿيل آهي. جنهن کي خط غبار جو نالو ڏنو ويو آهي.

سنڌ جي اوائلي لکڻين متعلق حوالا اسان کي عرب سياحن جي حوالن ۾ ملن ٿا. ابو عطا، ابو معتر، ابو عبدالملڪ، محمد بن ابن معشر سنڌي، امام اوزاعي، عبدالرحمان، حافظ ابو محمد، ابو نصر فتح بن عبدالله وغيره عرب دنيا ۾ نالو ڪڍيو.

## سمن جو دور (752هه-925هه):

سومرن ۽ ان کان پوءِ سمن جي دور ۾ سنڌي عالمن گهڻو نالو ڪڍيو. مدرسن ۽ خانقاهن، ظاهري علوم ۽ تصوف سان گڏ قلمي ميدان کي پڻ وسيع ڪيو. ٺٽي، سيوهڻ، ٻاٽ ۽ بکر جي عالمن جي ايڏي ته هاڪ هئي، جو پرڏيهه جي فاضلن پڻ سنڌ جو رخ ڪيو. فارسي شاعر حيدر ڪلوچ پنهنجو اصل وطن هرات ڇڏي اچي ٻاٽ ۾ رهيو. ڪليجي پڇائي وڪڻندو هو ۽ پنهنجو گذر ڪيائين ٿي. ان سان گڏ شاعريءَ جي شوق ڪيس ممتاز شاعرن جي صف ۾ آڻي بيهاريو هو. سندس ديوان خدا بخش لائبريري پٽنا ۾ محفوظ آهي. هن دور جي خطاطن ۾ ۾ حافظ محمد رشيد صديقي نالو ڪڍيو.

اهڙيءَ طرح ورندڙ مختلف دورن ۾ سنڌ جي عالمن پنهنجا قلمي شهپارا اکين جي نور ۽ جگر جي خون سان لکي پنهنجي حياتيءَ کي ابدي بڻايو. اڄ به انهن قلمي شاهڪارن مان [illegible] جي شاندار علمي ماضيءَ ۾ جهاتي پائڻ جو موقعو ملي ٿو. انهن قلمي ڪاوشن تي باقاعدگيءَ سان ڪم [illegible] جي گهڻي ضرورت آهي. ڪيترائي پاسا اڃان اکين کان اوجهل آهن.

## ارغونن ۽ ترخانن جو دور (926هه-1000هه):

ارغونن ۽ ترخانن واري دور ۾ وچ ايشيا مان ڪيترائي ڪاتب ٺٽي ۾ آيا. ان بعد مغلن جي ڏينهن ۾ ايران مان ڪاتبن ٺٽي ڏانهن رخ رکيو. مغل بادشاهن ان فن جي سرپرستي ڪئي. خود سندن شهزادا ان فن جا ڄاڻو هئا. دارا شڪوه، اورنگزيب ۽ بهادر شاهه ظفر سٺا خطاط هئا.

هن دور ۾ پهريون دفعو ڪتبن تي معروف خطاطن جا نالا ملن ٿا. مرزا شاهه حسن ارغون پاڻ خطاطي ڪندو هو. ان کان علاوه سيد حسن هن دور ۾ نالو ڪڍيو. مرزا عيسيٰ ترخان اول جي مزار ۽ بادشاهي مسجد ٺٽي ۾ سندس ٿيل خطاطي جا نمونا موجود آهن. ان کان علاوه مير محمد المعروف شيخ ميرڪ بن ابو سعيد پوراني (المتوفي 962هه) مشهورخطاط هو. هي شيخ الاسلام جي عهدي تي پڻ رهيو. هڪ ٻيو نالو سيد محمد طاهر بن سيد حسن بن سيد ڪبير الدين ۽ سندس پاءُ سيد يميو پڻ نالو ڪڍيو ٺٽي جي بادشاهي مسجد جي خطاطن ۾ به سندس نالو آهي. هن دور جي سيد رحمت الله جي خطاطي قاسم بيگلار جي قبر (تورڪي قبرستان) ۾ پٿر تي نستعليق خط ۾ موجود آهي. بلڪ هن دور ۾ سنڌ جي علمي گهراڻن جي عالم فاضل عورتون جي خطاطي جا پڻ واضح ثبوت مليا آهن. امة الله المسماة حبيبه سلطان بنت شيخ محمد قاسم محدث جو ڪتابت ٿيل تفسير يعقوب چرخي موجود آهي.

## مغل دور (1000هه/1592-1112هه/1700ع):

سيد محمد طاهر ۽ يميو، جن مغلن جو دور به ڏٺو. ان دور ۾ سيد عبدالله حسيني پڻ هو، جنهن کي پڻ بادشاهي مسجد ٺٽي ۾ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. مخدوم الياس بن مخدوم يوسف پڻ هن دور ۾ خط نسخ ۽

نستعليق ۾ نالو ڪڍيو. سندس مشهور شاگرد سيد علي بن عبدالقدوس مازنداني هو، تنهن پڻ نسخ ۽ نستعليق ۾ نالو ڪڍيو. ان ڪان سواءِ هن دور ۾ شيخ محمد فاضل، شيخ محمد علي ۽ شجاع ٺٽويءَ جا نالا ملن ٿا.

## ڪلهوڙن جو دور

عوام ڪان سواءِ عباسي حاڪم ۽ شهزادا پڻ هن فن جو شوق رکندڙ هئا. هن دور ۾ سرڪاري ڪتبخانا بہ قائم ٿيا. نادر شاهہ 1739ع ۾ سنڌ تي حملي دوران شاهي ڪتبخاني کي لٽيو ۽ ڪيترا قيمتي ڪتاب بہ پاڻ سان کڻي ويو، جنهن ۾ سهروردي خاندان جا شجره ۽ معلومات پڻ شامل هئي. ميان نور محمد ڪلهوڙو (1131هہ/1788ع-1167هہ-1753ع) پاڻ بہ سٺو خطاط هو. "بياض طب فارسي" ۽ قرآن حڪيم ڪتابت ڪيائين.

ميان يار محمد ڪلهوڙي ڪلهوڙن جي حڪومت کي وڌيڪ مستحڪم ڪيو ۽ خداآباد جو شهر اڏرائي ان کي پنهنجو تخت گاهہ بڻايائين. هتان جي جامع مسجد تي خط نسخ ۽ ثلث ۾ قرآن حڪيم جون آيتون ڪاشيءَ جي سرن تي لکيل آهن. هن دور ۾ جن مشهور خطاطن جا نالا ملن ٿا، انهن ۾ (1) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (وفات: 1130هہ/1719ع)، مخدوم عبدالواحد ۽ سندس والد مخدوم دين محمد صديقي سيوهاڻي، شيخ عبدالڪريم (1140هہ/1727ع)، محمد بچل ٺٽوي، نواب سيف الله خان، غوث محمد بن شير محمد عباسي (وفات: 1148هہ/1735ع)، محمد شريف ولد ملا طالب ٺٽوي (وفات: 1153هہ/1740ع)، سيد جعفر ولد سيد محمد باقر الحسيني (وفات: 1164هہ/1750ع) ۽ آخوند شيخ ٺٽو ولد شيخ فتح محمد (1186هہ). ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ حيدرآباد شهر سندس تخت گاهہ بڻيو، جنهن جي نتيجي ۾ هتي عالم فاضل ۽ مختلف علمن جا ماهر پڻ اچي رهيا.

سنڌ ۾ ڪيترائي علمي گهراڻا ان فن جا ڄاڻو ۽ سرپرست هئا. ٺٽي کان سواءِ پاٽ ۽ سيوهڻ علمي مرڪز هئا. سنڌ جي سرڪاري ۽ نجي ڪتبخانن ۾ موجود قلمي نسخا انهن ڪاتبن جي تصديق لاءِ بہ پاڻ پيش ڪري رهيا آهن.

ڪلهوڙن کان وٺي انگريزن جي دؤر تائين مخدوم دين محمد صديقي سيوهاڻي، مخدوم و قاضي عبدالواحد صغير، مخدوم محمد عارف، مخدوم محمد مجذوب، مخدوم بصرالدين، مخدوم عبدالواسع، مخدوم وهب الله صديقي سيوهاڻي، مخدوم محمد شفيع پاٽائي، مخدوم علي گوهر پاٽائي، مخدوم حاجي حسن الله صديقي جا نالا ملن ٿا، جيڪي نہ صرف عالم باعمل هئا، پر بهترين خطاط بہ هئا. هنن جو تعلق مخدومان و قاضيان پاٽ ۽ سيوهڻ سان هو.

ٽالپر حڪمرانن مان ڪيترن ئي اميرن پنهنجا ذاتي ڪتبخانا قائم ڪيا هئا، جن ۾ هو مستقل طور ڪاتب رکندا هئا، جيڪي ڪتابت جي ڪم تي مامور هئا. ٺٽي جي علمي ۽ ادبي ماحول ڪيترن ئي خطاطن جي پيدا ٿيڻ جو موقعو مهيا ڪيو. اها الڳ ڳالهہ آهي تہ اسان وٽ انهن جي سوانح يا زماني جي ترتيب سان ڪا مستند تاريخ موجود نہ آهي، سواءِ چند نالن جي، جن ۾ پڻ زماني جوڙ وڌيون وٺيون موجود آهن.

## ٽالپرن جو دور:

هن دور ۾ خطاطي تمام گهڻي ترقي ڪئي. ڪيترائي خطاط ايران ۽ هندستان مان بہ اچي سنڌ ۾ رهيا، جن ۾ سيد علي بن سيد حسين شيرازي، مير حسين علي نقاش، غلام احمد خطاط، علي مراد، سيد محمد زار حسيني مشڪين قلم وغيره شامل آهن. بيا خطاط: خادم بردواني، جيڪو شاعريءَ سان گڏ خطاطي بہ ڪندو هو. هي مير نور محمد ٽالپر جي دربار ۾ رهندو هو. غلام حسين سيوهاڻي (وفات 1208هہ)، فيض محمد ولد ميان عبدالحڪيم سيوهاڻي (وفات 1209هہ). شرف الدين سيوهاڻي (1209هہ)، ميان محمد حسين سومرو (1209هہ)، محمد عارف بن محمد فضل (وفات 1224هہ)، مرزا حسن شيرازي، لطف علي، آغا مير حسين نقاش، محمد جيئو هالائي، سيد علي بن حسن شيرازي، محمد افضل مهيسر، نصرپور جو آخوند فضل علي، سيد حيدر شاهہ، لاڙڪاڻي جو رحمت الله ولد عبدالرشيد نورنگ، ذوالفقار حسيني، ٿندي نوڙهي جو مرزا قربان علي بيگ، محمد شفيع بن حافظ معز الدين سيوهاڻي ۽ محمد وارث بن حافظ نصير الدين سيوهاڻي جا نالا ملن ٿا.

موضوع کي اسين سيرت، خلفاءِ راشدين، سوانح، رجال، حديث، فقہ، تصوف، انشاءَ، غزوات وغيره جهڙن عنوانن تحت ورهائي سگهون ٿا. ڪتابن جي اهڙي ورهاست ڪنهن بہ ڪتب خاني لاءِ بنيادي ڍانچي جو ڪم ڏئي ٿي. انهن عنوانن کي ننڍين تختين يا ايلومينيم جي پٽيءَ تي لکي الڳ، الڳ الماڙين تي هنيو ويندو آهي. جيڪڏهن ڪتاب گهٽي تعداد ۾ هجن تہ پوءِ ڪارڊ ڪيٽلاگس ناهڻ جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي. ڪن ڪتبخانن ۾ رجسٽر پڻ تيار ڪيا ويندا آهن. ان ڪيٽلاگ يا رجسٽر ۾ هيٺين تعارفي معلومات ڏني ويندي آهي.

ڪلاسيفڪيشن نمبر، ڪتاب جو نالو، مصنف، صفحا، ڇاپو، ناشر، رمارڪس.

ڪلاسيفڪيشن جا گهٽي پاڳي بہ طريقا مروج آهن. (1) Devy Decinal Classification (2) Library of Congress ڏهائي جي استعمال ۽ بنيادي طرح ڏهن جي انگ تي مشتمل هئڻ ڪري ان کي Devy Decimal سسٽم جو نالو ڏنو ويو آهي. هن تحت عنوان ٻڙي کان 9 تائين ٿين ٿا. جيئن:

(0) عمرانيات (1) اسلام (2) حڪمت (3) تاريخ (4) ادب، (5) تصوف (6) جاگرافي (7) سائنس (8) تعميرات (8) صحافت (9) ثقافت

انهن عنوانن کي مٿي استعمال ٿيل تن انگن کان پوءِ ڏهائي ڏئي مضمون کي وڌيڪ Sub-Classify ڪيو ويندو آهي. اها اضافي يا ذيلي تقسيم ضرورت پٽاندر وڌائبي آهي.

لائبريري آف ڪانگريس جي پنيان هڪ ٻيو ڪلاسيفڪيشن سسٽم پڻ موجود آهي. هن ۾ انگن بجاءِ A-B-C جا حرف استعمال ڪيا ويندا آهن.

## سنڌ ۾ قلمي نسخن جا ڪتبخانا:

سنڌ جي عالمن سگهڙن جا تحرير ڪيل قلمي ڪتاب جيڪي مختلف دورن ۾ لکيا ويا، اڄ بہ سرڪاري ۽ نجي ڪتب خانن جي زينت بڻيل آهن. پر اهو ڳڻت ۾ اينڊڙ تعداد انهن بچيل نسخن جو آهي، جيڪي خوشقسمتيءَ سان اسان جي هٿن تائين پهتا آهن. حالانڪ ڪيترا ڪتاب باهہ لڳڻ، حملہ آورن جي بي رحمي ۽ اسان جي پنهنجي بي ڌيانيءَ سبب ختم ٿي ويا. پاٽ جي تاريخ ۾ ڏهين صديءَ ۾ مدرسہ قاسميہ کي باهہ لڳڻ سبب ڪيترن ئي ڪتابن ۽ فرمانن جي جلي راک ٿي وڃڻ جو ذڪر ملي ٿو. ٻارهين صديءَ ۾ نادر شاهہ جي ڦر لٽ سان گڏ شاهي ڪتب خاني مان ڪتابن جون ڀريون ٻڌي کڻي وڃڻ جو احوال موجود آهي. جن ۾ سهروردي خاندان جا شجره پڻ موجود هئا. سنڌ جي حڪمران نور محمد ڪلهوڙي جي وصيت نامي مان پڻ ان جو ثبوت ملي ٿو تہ سنڌ جو قومي ڪتبخانو نادر شاهہ لٽي کڻي ويو. واضح رهي تہ انهن مان ڪجهہ نسخا مشهد ۽ ايران جي ٻين ڪتب خانن ۾ موجود آهن.

ساڳيءَ طرح انگريز سرڪار پنهنجي اپائر ڪاريءَ ۾ هٿ ڪيل نسخا پڻ برطانيہ منتقل ڪيا. جن مان ڪافي انڊيا آفس لائبريري ۾ موجود آهن. پر پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ فريئر هال لائبريري، ڊينسو هال لائبريري، ميوسنپل لائبرري ۽ ڪمشنر لائبريري ڪراچيءَ جو ڇا حال ٿيو. سنڌ جو هر باذوق شهري ڄاڻي ٿو تہ سٺر ۽ اسي جي ڏهاڪي ۾ قلمي نسخن جي مختلف هنڌن تي نمائشن لڳڻ سبب انهن جي اهميت جي مدنظر سندن خريد و فروخت باقاعده هڪ ڌنڌي جي صورت اختيار ڪئي. اسي جي ڏهاڪي ۾ جڏهن راقم ڪراچي ڊفينس ۾ رهائش پذير هو تہ شهر جي هڪ نالي واري واپاري محترم اڪبر علي هاشواڻي اوچتو بنده وٽ قلمي ڪتاب ڏسڻ لاءِ آيو. جنهن جي خبر ڪيس سندس پيٽيوي سابق وزير تعليم پيار علي الانہ کان پئي. ائين منهنجي ساڻس شناسائي ٿي. جنهن بعد هو مون کي پاڻ سان باٿ آئلينڊ واري بنگلي تي وٺي ويو. جتي هڪ ڪمري جا ڪل ڪبٽ، ناياب ۽ مهانگن قلمي نسخن سان ڀريل هئا. جن مان ڪجهہ اندرون سنڌ ۽ ڪجهہ افغانستان جي پٺاڻن کان خريد ڪيل هئا. انهن ۾ ڪجهہ نسخا اهڙا بہ نظر مان ڏڪتا جن جي ان دور ۾ قيمت 40 هزار روپيہ هئا.

ان دور ۾ ئي تقريبن ٻارنهن لکن جي عيوض پير حسام الدين راشدي پنهنجا قلمي نسخا سنڌ کان ٻاهر

وڪيا. جن مان ڪافي ڊاڪٽر رضي الدين صديقي ميموريل لائبريري قائد اعظم يونيورسٽي اسلام آباد ۾ موجود آهن. انهن جي فهرست حاصل ڪري پڻ هن ڪتاب ۾ شامل ڪئي وئي آهي. ليڪ پنجاب جي ليکي خاندان وٽ ڪلهوڙن جي روزنامچن کان علاوه پڻ ان دور جا نوادر موجود آهن. جن جي مختصر فهرست پڻ هن ڪتاب ۾ آندي وئي آ .

موجوده دور ۾ قلمي نسخن جي اهميت جي پيش نظر ان مقدس ڪم ڪجهہ واپاري ذهن رکندڙن آڏو ڪاروبار جي شڪل پڻ اختيار ڪئي. بلڪ ڪوئيٽہ ۽ پشاور ۾ تہ ان جا باقاعده دڪان موجود آهن. جتي سنڌ جي عالمن جا تحرير ٿيل قلمي ڪتاب پڻ ملي سگهندا.

مشاهدي ۾ اها ڳالهہ پڻ آئي آهي تہ اهو ڪاروبار ڪندڙ ڪجهہ پناڻ سنڌ جي عالمن جا قديم ڪتاب فوٽو اسٽيٽ ڪري ڪٽي تا وجن ۽ پوءِ انهن ڪي پاڻ وٽ موجود پراڻن خالي ورقن تي، ڪتابت ڪرائي ڪين قديم نسخو ظاهر ڪري ڳرين رقمن عيوض وڪڻن تا.

سنڌ مان هزارين قلمي نسخن جي نڪري وڃڻ ۽ ضايع ٿيڻ جي باوجود ڏنو ويو تہ اجان بہ ڪيترائي ناياب نسخا مختلف سرڪاري ۽ نجي ڪتب خانن ۾ موجود آهن. مگر انهن نسخن جي اهل علم کي ڄاڻ ئي نہ آهي تہ ڪٿي ۽ ڪنهن وٽ موجود آهن. انهيءَ ضرورت، پٽاندڙ ڊاڪٽر مولانا محمد ادريس سومري صاحب ان ڪم کي ٿورو ٿورو ڪري ڪرڻ شروع ڪيو. جيئن انهن نسخن جون فهرستون تيار ٿي سگهن. ساڻس ڪجهہ فهرستن تيار ڪرڻ ۾ ڊاڪٽر الهہ رکيي صاحب جو ساٿ پڻ رهيو. ڊاڪٽر عبدالغفار سومري صاحب ان ڪم کي باقاعدي پروجيڪٽ جي صورت ۾ آڻي، پاڻ ئي ان ڪم جو روح روان ٿي همٿائيندو رهيو ۽ بنده کي پڻ ان قافلي ۾ شامل ڪري ڪم کي جلدي اڪلائڻ جو بندوبست ڪيائين. اهڙي طرح سنڌ جي قلمي نسخن جي عوالي سان پنهنجي نوعيت جو پهريون پروجيڪٽ اچي پورو ٿيو. جنهن ۾ سرڪاري ۽ نجي تقريبن ايڪونجاهہ ڪن ڪتب خانن کي شامل ڪيو ويو آهي. ان ۾ ڪل قلمي نسخن جو تعداد لڳ ڀڳ 10,000 آهي. جنهن ۾ نائين، ڏهين، يارهين، ٻارهين، تيرهين ۽ چوڏهين صدي هجريءَ جا نسخا شامل آهن. جڏهن تہ ڪجهہ نسخا ان کان بہ اڳ جا شامل آهن.

تلهي ليکي هن ڪتاب کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي:

(1) پهرئين حصي ۾ سرڪاري ڪتب خانن جي فهرستن کي شامل ڪيو ويو آهي، انهن مان ڪجهہ فهرستون ادارن وٽ اڳ ۾ ئي ٺهيل هيون، جيڪي ناقص هئڻ ڪري بيهر ڪتابن سان پيٽي بهتر انداز ۾ ناهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

(2) حصي ٻئي ۾ مانواري جيد عالم محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جون فهرستون شامل ڪيون ويون آهن، جيڪي يقينن موجوده ڪم کان گهڻو اڳ، تيار ڪيو ويون هيون. 40 ۽ 50 جي ڏهاڪي يا ان کان پوءِ بہ پاڻ جتي جتي بہ قلمي نسخا ڏٺائون تہ انهن جون فهرستون تيار ڪيائون، جن مان ڪجهہ سنڌ يونيورسٽيءَ جي اردو شماري "تحقيق" ۾ شامل بہ ٿيون. يقينا ڊاڪٽر صاحب جو اهو ڪم اوائلي وقتائتو ۽ ايندڙ نسلن لاءِ رهنمائي ڪندڙ هو.

(3) ڪتاب جي ٽئين حصي ۾ اسان اڪثر اهڙين فهرستن کي شامل ڪيو آهي، جيڪي سالن جي جاکوڙ ۽ ڏينهن رات محنت سان ڳوٺ ڳوٺ، شهر شهر وڃي ڊاڪٽر مولانا محمد ادريس سنڌي ڪنديارو جديد بين الاقوامي تقاضائن کي نظر ۾ رکندي جوڙيون آهن.

سرڪاري ڪتب خانن جي فهرستن کي موجود قلمي نسخن سان ڀيٽڻ ۽ نظر ثاني ڪرڻ ۾ سينٽرل لائبريري ۾ مسٽر جمال الدين چانگ، سنڌالاجي ۾ مولانا محمد انس راڄپر، سنڌي ادبي بورڊ ۾ مسٽر ضمير حسين مهيسر ۽ بيت الحڪمت ڪراچيءَ ۾ عبدالحميد قلندراني جو ڀرپور سهڪار رهيو. ان کان علاوه سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ محترم انعام الله شيخ ۽ عملي کي ساراهڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي.

سنڌ ۾ اڃان بہ ان کان وڌيڪ تعداد ۾ نجي ڪتبخانا موجود آهن. جن تي ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي. پهريون ڪم يقيناً اهو ئي آهي تہ انهن جي موجودگيءَ جو پتو لڳايو وڃي، جنهن جہ شروعات هن ڪم سان ٿي وئي آهي. جنهن کان پوءِ ان جي محفوظ ڪرڻ جو مرحلو اچي ٿو ۽ آخر ۾ مٿس تحقيق ۽ تدوين ذريعي عام جي ڀلي لاءِ اشاعت جي ضرورت آهي.

دعا آهي تہ سنڌ سڄوريءَ جي اها قيمتي وٿ نہ صرف محفوظ رهي، بلڪ انهن جي طلب رکندڙ طالب علمن تائين پهچي سگهي.

**سليم الله**
اداره پاٽ هاؤس
حيدرآباد

## مددي ڪتاب


(1) سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
(2) تاريخ خطاطي: اعجاز راهي
(3) بلوغ الادب- محمود شڪري آلوسي
(4) تاريخ ابن خلدون - عبدالرحمان بن خلدون
(5) اردو انسائيڪلوپيڊيا- فيروز سنز
(6) لائبريرين شپ جا سماجي بنياد- ايم. اي. غفور/ڊاڪٽر جي ايچ شيرا
(7) نثي جا ڪاتب - ايم. اي. غفور/عطا محمد ڀنڀرو
(8) Quran Manuscripts هدايت الله صديقي نيشنل ميوزم آف پاڪستان
(9) تذڪره مشاهير سنڌ- مولانا دين محمد وفائي
(10) دائره معارف الاسلاميہ- پنجاب يونيورسٽي، لاهور
(11) علم حديث ۾ هند و پاڪ جو حصو- ڊاڪٽر محمد اسحاق
(12) جامع اللغات- عبدالمجيد
(13) ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون- پير حسام الدين راشدي
(14) سنڌ ۾ خوش نويسي ۽ خطاطي جي فن جي ابتدا ۽ اوسر (مهراڻ جنوري 2003) ڊاڪٽر غلام علي الانا.

# فهرست فهارس

## حصو پهريون

## (سرڪاري ڪتبخانا)


| نمبر شمار | ڪتب خانو | صفحو ڪان | صفحو تائين |
|---|---|---|---|
| .1 | انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو حيدرآباد | 1 | 102 |
| .2 | مخطوطات ڪتبخانہ پير جهنڊو نيشنل ميوزم ڪراچي | 103 | 148 |
| .3 | علامہ آءِ آءِ قاضي لائبريري سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو حيدرآباد | 149 | 199 |
| .4 | مخطوطات ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مخزونه سنڌ آرڪائيوز ڪراچي | 200 | 281 |
| .5 | سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو | 282 | 307 |
| .6 | سنڌ پراونشل ميوزم حيدرآباد | 308 | 324 |
| .7 | مخطوطات پير حسام الدين راشدي مخزونه ڊاڪٽر رضي الدين صديقي ميموريل لائبريري قائداعظم يونيورسٽي اسلام آباد | 325 | 337 |
| .8 | ڊاڪٽر دائودپوٽہ لائبريري حيدرآباد | 338 | 343 |
| .9 | بيت الحڪمت همدرد يونيورسٽي لائبريري ڪراچي | 344 | 438 |


## حصو ٻيو

## نجي ڪتبخانا

## (تحقيق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)


| نمبر شمار | ڪتب خانو | صفحو ڪان | صفحو تائين |
|---|---|---|---|
| .10 | مخطوطات درسگاهہ ولهار | 439 | 451 |
| .11 | ڪتبخانہ درسگاهہ چوٽياري | 452 | 460 |
| .12 | مخطوطات ميان عبدالرسول چوٽياري | 461 | 463 |
| .13 | ڪتبخانہ مير خدا بخش خان ٽالپر | 464 | 465 |
| .14 | مخطوطات قاضيان ڪارڙو | 466 | 466 |
| .15 | ڪتبخانہ مولانا محمد ابراهيم (ڳڙهي ياسين) | 467 | 468 |

| | | | |
|---|---|---|---|
| .16 | مخطوطات عبدالقادر شاھ نصرپوري | 469 | 470 |
| .17 | حڪيم سيد غلام رسول رضوي نصرپوري | 471 | 472 |
| .18 | پير عباس علي شاھ جيلاني | 472 | 472 |
| .19 | منصوره قصبو ڏيپر (تعلقو هالا) | 473 | 473 |
| .20 | مولوي هدايت الله هالائي | 473 | 473 |
| .21 | حافظ خالد راڄڙ | 474 | 476 |
| .22 | ميان تاج محمد راڄڙ | 477 | 477 |
| .23 | ڪتبخانہ ولهاري (ڊاڪٽر گهمرو) | 478 | 480 |
| .24 | ڪتبخانہ يعقوب شاھ رضوي | 481 | 481 |
| .25 | ڪتبخانہ سيد علي گل شاھ بخاري | 482 | 482 |
| .26 | ڪتبخانہ مخدوم علي احمد | 482 | 482 |
| .27 | ڪتبخانہ ميون امان الله داسوڙي | 483 | 483 |
| .28 | مدرسہ عثمانيہ راڄنپور | 483 | 483 |
| .29 | ڪتبخانہ عبدالحق ڪنياروي | 483 | 483 |
| .30 | پير مبارڪ شاھ | 484 | 484 |


## حصو ٽيون

## نجي ڪتبخانا


| | | | |
|---|---|---|---|
| .31 | مڪتبہ المعروفيہ مٽياري حيدرآباد | 485 | 563 |
| .32 | سيد محب الله شاھ راشدي پير جهنڊو حيدرآباد | 564 | 582 |
| .33 | ڪتب خانہ ميان محمد مبين چوٽياري سانگهڙ | 583 | 602 |
| .34 | ڊاڪٽر الهرڪيي ڀٽ جو ڪتب خانو | 603 | 618 |
| .35 | مدرسہ ڪنز العلوم سومراٽي شريف رستم شڪارپور | 619 | 629 |
| .36 | جوناڻي شريف واره لاڙڪاڻو | 630 | 639 |
| .37 | مفيدعام لائبريري سيوهڻ | 640 | 647 |
| .38 | مدرسہ خاتم النبيين سونده شريف ٺٽو | 648 | 657 |
| .39 | دارالهدیٰ ٺيڙهي شريف | 658 | 663 |
| .40 | مڪتبہ مولانا عبدالوهاب چاچڙ سکر | 664 | 669 |
| .41 | ڪتب خانہ مولانا عبدالله گندرو سونده ٺٽو | 670 | 673 |

# مخطوطات سنڌالاجي لائبريري

اداره سنڌ شناسي، ڄامر شورو جي لائبرري سنڌ جي سرڪاري لائبررين مان مخطوطات جي گهڻي هجڻ ۾ سر فهرست آهي، جنهن ۾ ڏيڍ هزار کن مخطوطات موجود آهن. جنهن ۾ ڪجهه مشهور عالمن ۽ اديبن جا ذخيره مخطوطات بہ شامل آهن. لاڙڪاڻي جي مولانا غلام حسين عباسي وليدائي درس نظامي جي تقريبا هر ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڪيو هو، اهي سڀ مخطوطات بہ هن لائبرري جي زينت آهن.

لائبرري ۾ قديم ترين مخطوط، حاشيہ نفحات الانس از ملا عبدالغفور لاري (ڪتابت: 1010هہ) آهي. اهڙي طرح رسالہ اسماء الحسني از اشرف ولد خليفہ محمد (1033هہ)، مثنوي پري خاستہ از مير ابو المڪارم (1040هہ)، مفتاح العروض (1063هہ) جهونا مخطوطا آهن.

هن ذخيري ۾ سنڌي عالمن جا مخطوطات ۽ سنڌي ڪاتبن جا ڪتابت ٿيل قلمي ڪتاب تمام جججهي تعداد ۾ موجود آهن. البتہ مناسب آهي تہ سڄي ذخيري کي وري نئين سر نظر مان ڪڍي تفصيلي فهرست مرتب ڪئي وڃي. ڇوتہ ڪيترن مخطوطن ۾ هڪ جلد اندر ڪئي ڪتاب آهن، جن جا نالا فهرست ۾ نہ اچي سگهيا آهن.

- محمد ادريس السندي

## Research library, Institute of Sindhology, University of Sind

## مهيا ۽ نظرثاني ڪندڙ: مخدوم سليم الله صديقي

| نمبر شمار | ڪتاب | مصنف | ٻولي | سن ڪتابت | صفحات | سائيز س-م |
|---|---|---|---|---|---|---|
| 1 | بياض مخدوم عبدالواحد | مخدوم عبدالواحد سيوستاني | عربي فارسي | - | 614 | 11X8 |
| 2 | ينابيع الحيوة الابديه | ابوالحسن ڏاهري | فارسي عربي | - | 709 | - |
| 3 | بياض غلام شاهه | غلام شاهه | فارسي | 1344هه | 212 | - |
| 4 | قرابا دين (فارسي) | مظفر بن محمد الحسيني الشفائي | فارسي | 1228هه | 192 | - |
| 5 | رساله اسماء الحسني | فيض الله | فارسي | - | 30 | 10X6 |
| 6 | طب اڪبر (ٻه جلد) | محمد اڪبرارزاني | فارسي | 1172هه | 442 | - |
| 7 | طب اڪبر فارسي | محمد اڪبر ارزاني | فارسي | 1284هه | 742 | - |
| 8 | فرهنگ هندي | سد اسد علي خان | فارسي | 1272هه | 310 | - |
| 9 | تجربات احسن | الهه بخش قريشي حارثي | عربي فارسي | 1338هه | 495 | - |
| 10 | بياض فاضل | محمد فاضل بن مير محمد هالائي | فارسي عربي | 1206هه | 1093 | - |
| 11 | مجمع التجارب عيسوي | خواجه عبدالرحمن سنڌي | فارسي | - | 629 | - |
| 12 | مجمع البحرين | شاهه خيرالله حقاني | فارسي | 1902ع | 164 | 12X71 |

| نمبر شمار | ڪتاب | مصنف | ٻولي | سن ڪتابت | صفحات | سائيز س- م |
|---|---|---|---|---|---|---|
| 13 | بياض طب | نور محمد ڪلهوڙو | فارسي | - | 458 | - |
| 14 | طب گنج باد آورد | امان الله خان زمان | فارسي | 1224هه | 905 | - |
| 15 | حل ترڪيب الڪافيه | فقير حاجي محمد | عربي | 1227هه | 158 | - |
| 16 | بدائع الانشاء (يوسفي) | يوسفي | فارسي | 1186هه | 272 | - |
| 17 | فالنامو | - | فارسي | - | 255 | - |
| 18 | مقاصد الرمل | سيد ولي الله | فارسي | 1257هه | 100 | - |
| 19 | خيال فلاح | محمد فلاح چشتي | فارسي | 1225هه | 86 | - |
| 20 | مجموعه خاني عين المعاني | ڪمال ناگوري | فارسي | - | 308 | - |
| 21 | ڪتاب فقه (فتويٰ علماءِ سنڌ) | مخدوم محمد هاشم، عبدالواحد سيوهاڻي، مخدوم جعفر بوبڪائي، مخدوم ولهيارءِ پيا | عربي فارسي | - | 36 | 8X51 |
| 22 | انوار الرمل | عبدالغني حافظ شيرواني | فارسي | - | 195 | - |
| 23 | رساله مقصود القاصدين | محمدحسين القريشي | -- | 1090هه | 49 | 7X4 |
| 24 | مجموعه رسائل نماز فقه | محمد ابن المرتضيٰ | -- | - | 252 | 7X4 |
| 25 | سراج المؤمنين | مولانا حامد پچوارو | سنڌي | 1240هه | 636 | - |
| 26 | ورثي جي فتاويٰ (مولاناعبدالغفور همايوني جي صحيح سان) | - |  | 308 | 4 | 8X7 |

| سائيز س-م | صفحات | سن ڪتابت | ٻولي | مصنف | ڪتاب | نمبر شمار |
|---|---|---|---|---|---|---|
| - | 116 | 1066هه | عربي | مير شريف جرجاني | شرح فرائض سراجي | 27 |
| - | 128 | - | عربي | = | شريفيه شرح سراجي | 28 |
| 8x6 | 64 | - | عربي | نامعلوم | الايضاح في اسرار النڪاح | 29 |
| 12x8 | 490 | 1050هه | عربي | علاء الدين | درالمنتقي | 30 |
| - | 320 | 1344هه | | محي نووي | رياض | 31 |
| 9x51 | 578 | 1278هه | فارسي | خواجه قطب الدين | تحفة الواعظين | 32 |
| - | 363 | - | فارسي | نامعلوم | بياض وظائف ۽ طب | 33 |
| - | 332 | 1342هه | فارسي | محمد افضل بختيارپوري | مجربات جديد قلمي | 34 |
| - | 279 | 1211هه | فارسي | محمد نقير بن عبدالحفيظ | نادر الفوائد | 35 |
| 8x6 | 48 | 1195هه | فارسي | نامعلوم | بياض رمل فارسي | 36 |
| - | 222 | - | فارسي | سيد علي اڪبر | مجموعه تعويذ، طب ونجوم باقرالانوار ۽ ٻيا | 37 |
| - | 74 | - | فارسي | - | ڪتاب رمل فارسي | 38 |
| - | 176 | - | فارسي | محمد قاسم حڪيم | فرهنگ هندي | 39 |
| 13x8 | - | - | - | امام الدين عفي عنه | بخشش جي مسئلي بابت فتاويٰ | 40 |

| نمبر شمار | ڪتاب | مصنف | ٻولي | سن ڪتابت | صفحات | سائيز س - م |
|---|---|---|---|---|---|---|
| 41 | قرآن حڪيم (حنائي) | - | | 1300هه | 158 | - |
| 42 | قرآن حڪيم | ڪاتب: محمد عالم بن صديق آريجه | | 1196هه | 847 | - |
| 43 | ڪنز المعظمين | بوعلي سينا | فارسي | - | 103 | 81X51 |
| 44 | زبدة الرمل | حبيب الله | فارسي | 1262هه | 42 | - |
| 45 | رساله رمل (فارسي) | - | فارسي | - | 162 | 7X5 |
| 46 | نورالساطع في اسرار جفرالجامع | محمد جعفر بن محمدحسين | فارسي | - | 130 | 8X5 |
| 47 | اسماء الحسنيٰ | محمود غزنوي | عربي فارسي | - | 32 | 8X5 |
| 48 | ادعيه ماثوره (عربي) | - | فارسي | - | 274 | - |
| 49 | شمائل محمديه | عبدالرسول | عربي | 1276هه | 572 | - |
| 50 | حديقة الاولياء | ميرعبدالقادر بن هاشم | فارسي | 1234هه | 94 | - |
| 51 | حڪايت الصالحين | محمد عارف (ڪاتب) | فارسي | 1230هه | 155 | - |
| 52 | لغات رشيدي | عبدالرشيد ٺٽوي | عربي فارسي | - | 706 | - |
| 53 | سنڌي عالمن جا خط مجموعہ انشاء فارسي | - | فارسي | - | 8 | - |
| 54 | منطق الطير | - | فارسي | - | 13 | - |

| نمبر شمار | ڪتاب | مصنف | ٻولي | سن ڪتابت | صفحات | سائيز س.م |
|---|---|---|---|---|---|---|
| 55 | مختصر الصلوٰة | فضل الله بن ايوب ماچيني | فارسي | - | 105 | - |
| 56 | رساله شڪار (فارسي) | محمد شمس | فارسي | - | 16 | - |
| 57 | فرائض نظم (فارسي) | شيخ حسين | فار: ي | - | 20 | - |
| 58 | مضبوط الحساب | فقير محمد سليم | فارسي | - | 24 | - |
| 59 | (دينيات) سوال و جواب (فارسي) | محمد حسن | فارسي | - | 32 | - |
| 60 | بيت الاسلام (فارسي) | محمد (ڪاتب) | فارسي | - | 14 | - |
| 61 | شيطان نامه (فارسي) | محمد حسن (ڪاتب) | فارسي | - | 18 | - |
| 62 | تعويذات ومختلف اوراق | محمد بن سعيد بوصيري | فارسي | - | 153 | 8X6 |
| 63 | ڪتاب طب ۽ ڪيميا | - | فارسي | - | 100 | - |
| 64 | شفاء المرض طب جو ڪتاب | فقير محمد چنو | فارسي | - | 157 | - |
| 65 | رساله طب | عبدالڪريم سهاجي | فارسي | - | 124 | 9X6 |
| 66 | گلشن اطباء | بولچند سيوستاني | فارسي | - | 429 | 10X7 |
| 6، | قرابا دين معصومي | معصوم بن ڪريم الدين | فارسي | 1248ھ | 245 | 11X7 |
| 68 | قرابا دين معصومي | معصوم بن ڪريم الدين | فارسي | 1095ھ | 238 | 8X5 |

| نمبر شمار | كتاب | مصنف | بولي | سن كتابت | صفحات | سائيز س - م |
|---|---|---|---|---|---|---|
| 69 | مناقب غوثيه | محمد صادق | فارسي | 1100هه | 190 | 9X6 |
| 70 | طب اورنگشاهي | محمد حكيم امن آبادي | فارسي | - | 339 | 11X7 |
| 71 | بياض طب فارسي | - | فارسي | - | 191 | 10X6 |
| 72 | خيالات حقيقي | شيخ ابراهيم | فارسي | 1186هه | 156 | 81X41 |
| 73 | نفحات الانس | عبدالرحمن جامي | فارسي | - | 103 | 8X6 |
| 74 | كتاب بحر الانساب | محمد شاهه | فارسي | 1132هه | 82 | 10X6 |
| 75 | كتاب الاغذية و الاشربة | - | عربي | - | 161 | 7X5 |
| 76 | طب شهابي (منظوم) | عبدالكريم شهابي | فارسي | 1246هه | 187 | 10X6 |
| 77 | مثنوي شاهه نعمت الله ولي | شاهه نعمت الله ولي | فارسي | - | 28 | 8X6 |
| 78 | اللطيفة الغيبية | عبدالله بن حسام الدين | فارسي | 1104هه | 38 | 9X5 |
| 79 | نظم الشمائل وكثير الخصائل للترمذي (شرح) | محمد حسين بن باقر | فارسي | 1126هه | 255 | 8X5 |
| 80 | بياض واحدي | مخدوم عبدالواحد سيوستاني | عربي فارسي | - | 412 | 11X8 |
| 81 | تكملة الايمان وتقوية الايقان | عبدالحق بن سيف الدين | فارسي | - | 159 | 61X4 |
| 82 | هفت پيكر | نظامي گنجوي | فارسي | 1229هه | 237 | 81X6 |

| نمبر شمار | ڪتاب | مصنف | ٻولي | سن ڪتابت | صفحات | سائيز س - م |
|---|---|---|---|---|---|---|
| 83 | شاهه جو رسالو | آخوند فضل علي نصرپوري | سنڌي | 1169هه | 299 | 11X7 |
| 84 | بياض تارومل | تارومل | فارسي | - | 116 | 12 X8 |
| 85 | شرح ديوان حافظ شيرازي | حافظ شمس الدين شيرازي | فارسي | - | 837 | 12 X71 |
| 86 | ديوان حافظ | خواجه شمس الدين محمد | نارسيفارسي | - | 529 | 8 X61 |
| 87 | سنڌي گرهوڙي جي (تفسير سوره ملڪ و فاتحة) | عبدالرحيم گرهوڙي ڪاتب: شاڪر ابڙو | | 1324هه | 177 | 81 X61 |
| 88 | جانورن جي پالنا | علي بخش | سنڌي | - | 224 | 9X6 |
| 89 | قرآن شريف (سنهري آيتن سان) | - | | - | 799 | - |
| 90 | قرآن شريف (اول آخر شهيد) | - | | - | - | - |
| 91 | بياض غوث محمد | غوث محمد عباسي | سنڌي فارسي | 1332هه | 386 | 8 X6 |
| 92 | مجموعه دراسات اللبيب و رساله وجوب العمل بالحديث | مخدوم محمد معين ٺٽوي | عربي | - | 620 | 9 X6 |
| 93 | بياض شاهه عبدالڪريم بڪري | شاهه عبدالڪريم بڪري ڪاتب: نعمت الله | فارسي | 1247هه | 570 | 9 X6 |
| 94 | خلاصة المعارف وقسم ثاني | احمد فاروقي | | 1137هه | 528 | 9 X6 |
| 95 | طب اڪبر | محمد اڪبر ارزاني | فارسي | 1128هه | 806 | 11 X6 |
| 96 | طب الغرباء | غلام امام | فارسي | - | 419 | 9X6 |

